# ماءُ پيءُ جا حق

## قرآن مجيد ۽ سنت سڳوريءَ جي روشنيءَ ۾

نصر الله قريشي

گوشۂ تحقیقاتِ اسلامی
اسلام آباد ۔ پاکستان ۔ فون: ۰۳۳۱۳۰۵۱۳۲۵

# ماءُ پيءُ جا حق

نصر الله قريشي

چاپو پهريون: 2017ع
ڇپائيندڙ: گوشۂ تحقيقات اسلامي
03313051325

## MAA'U PEE'U JA HAQ

By: NASRULLAH QURESHI
First Edition: 2017
Published by: GOSHA-E-TAHQIQAT-E-ISLAMI
Pakistan.

گوشۂ تحقیقات اسلامی
اسلام آباد ۔ پاکستان ۔ فون: ۰۳۳۱۳۰۵۱۳۲۵




مَولَایَ صَلِّ وَسَلِّمْ دَآئِمًا اَبَدًا

عَلٰى حَبِيبِكَ خَيرِ الْخَلْقِ كُلِّهِم

# ماءُ پيءُ جا حقَ

يَلِي ڄَايُون مَائرون، سَندِيُون صَالحن،
مَحشَر جي مَيدَان ۾ تَن کي ڏاج مِلن،
ٻِين وَيچَارِين، اَوجَا ڳَا اَڄَايَا ڪَيا،

الله تعالىٰ بغير ڪنهن (مسلمان ۽ ڪافرجي ) فرق جي، ماءُ پيءُ جي لاءِ انسان کي چڱائي ڪرڻ جو تاڪيد فرمائي ٿو ۽ الله تعالىٰ انسان کي اهو وقت ياد ٿو ڏيارائي جنهن وقت ان جي ماءُ ان کي پنهنجي پيٽ ۾ رکيو ۽ ان جو بار کنيو ۽ تڪليفن تي تڪليفون برداشت ڪيائين بلڪ دنيا جي سڀ کان وڏي ۾ وڏي تڪليف (پيدائش واري وقت) برداشت ڪيائين. فقط اهو نہ بلڪ ان کي ٻہ سال کير بہ پيارياٸين. الله تعالىٰ قرآن مجيد ۾ فرمائي ٿو تہ:

وَوَصَّيۡنَا الۡاِنۡسٰنَ بِوٰلِدَيۡهِ‌ۚ حَمَلَتۡهُ اُمُّهٗ وَهۡنًا عَلٰى وَهۡنٍ وَّفِصٰلُهٗ فِىۡ عَامَيۡنِ

اَنِ اشۡكُرۡ لِىۡ وَلِـوَالِدَيۡكَ اِلَىَّ الۡمَصِيۡرُ ﴿۱۴﴾

۽ اسان انسان کي حڪم ڪيو آهي تہ پيءُ ماءُ سان چڱائي ڪري، ان کي سندس ماءُ سختيون برداشت ڪري پنهنجي پيٽ ۾ کنيو ۽ ٻن سالن ۾ ان کي کير ڇڏايو. (اي انسان) تون منهنجو ۽ پنهنجي ماءُ پيءُ جو شڪر ڪر، مون ڏانهن تو کي موٽڻو آهي.

آيت جي مختصر سمجهاڻي: ۽ اسان انسان کي ان جي ماءُ پيءُ جي باري ۾ تاڪيد فرمايو تہ انهن جو فرمانبردار ٿي رهي ۽ انهن سان سٺو سلوڪ ڪري. ڇو تہ ان جي ماءُ ان کي پنهنجي پيٽ ۾ رکيو ۽ ڪمزوريءَ جي مٿان ڪمزوري برداشت ڪيائين. حمل وقت ان جي ڪمزوري هر ڏينهن وڌندي رهي ٿي ۽ عورت کي حمل کان پوءِ ڪمزوري، ٿڪاوٽ ۽ تڪليفون پهچنديون رهن ٿيون ۽ حمل پاڻ بہ عورت کي ڪمزور ڪندڙ آهي، ۽ ٻار جي ولادت جي تڪليف وري ڏکن تي ڏک ۽

ڪمزوريءَ تي ڪمزوري آهي ۽ انڪان پوءِ پالنا ڪرڻ ۽ ڪير پيارڻ وري اجان تڪليف وارا ۽ ڏکيا ڪم آهن. ۽ ڪير ڇڏڻ جي مدت ٻه سال آهي. هاڻي انسان کي گهرجي ته الله تعاليٰ جو به حق مڃي ۽ پنهنجي ماءُ پيءُ جو به حق مڃي ۽ شڪرگذار رهي.

سفيان بن عيينه هن آيت جي تفسير ۾ فرمايو آهي ته: جنهن شخص پنج وقت نمازون ادا ڪيون ته ان شخص الله تعاليٰ جو شڪر بجا آندو ۽ جنهن وري انهن پنجن ئي نمازن کان بعد پنهنجي والدين جي لاءِ دعائون ڪيون ته ان پنهنجي والدين جي به شڪرگذاري ادا ڪئي ۽ والدين لاءِ سڀ کان سهڻي دعا هي آهي :

اَللّٰهُمَّ ارْحَمْهُمَا كَمَا رَبَّيَانِي صَغِيرًا

ترجمو: اي منهنجا الله ، تون منهنجي والدين تي رحم ڪر، جيئن انهن مونتي ننڍپڻ ۾ (پرورش ۽ تربيت دوران) رحم ڪيو.

الله تعاليٰ قرآن پاڪ ۾ بي جاءِ تي ، ماءُ پيءُ جي شان ۽ انهن جي عزت ۽ احترام ۽ انهن سان سهڻي سلوڪ سان پيش اچڻ ۽ انهن لاءِ هميشه دعاگو رهڻ جو ارشاد هن طرح فرمايو آهي:

وَقَضَى رَبُّكَ أَلَّا تَعْبُدُوا إِلَّا إِيَّاهُ وَبِالْوَالِدَيْنِ إِحْسَاناً إِمَّا يَبْلُغَنَّ عِنْدَكَ

الْكِبَرَ أَحَدُهُمَا أَوْ كِلاهُمَا فَلا تَقُلْ لَهُمَا أُفٍّ وَلا تَنْهَرْهُمَا وَقُلْ لَهُمَا قَوْلاً

كَرِيماً ○ وَاخْفِضْ لَهُمَا جَنَاحَ الذُّلِّ مِنَ الرَّحْمَةِ وَقُلْ رَبِّ ارْحَمْهُمَا كَمَا

رَبَّيَانِي صَغِيرًا ○ (بني اسرائيل: 23-24)

ترجمو: ۽ توهان جي رب قطعي حڪم فرمايو ته توهان خاص الله جي عبادت ڪريو ۽ پيءُ ماءُ سان احسان ڪريو، جيڪڏهن تو وٽ انهن مان هڪ عمر رسيده ٿئي يا ٻئي عمر رسيده ٿين، پوءِ تون انهن کي اُف به نه چئو ۽ نه ئي ڪين ڇڙٻ ڏي ۽ تون انهن سان سهڻو ڳالهاءِ. ۽ تون پيءُ ماءُ سان نهايت نرمي ۽ شفقت سان پيش اچ ۽ تون عرض ڪر اي منهنجا رب تون انهن ٻنهي تي رحم ڪر جيئن انهن ننڍپڻ ۾ مونکي رحم ڪري نپايو.

اصل ڳالھ هيءَ آهي تہ دنيا ۾ والدين جي ڪيتري بہ خدمت ڪئي وڃي ۽ انهن سان ڪيتري بہ سٺي سلوڪ سان پيش اچجي پر پوءِ بہ والدين جي حقن جي ادائگي ۽ انهن جي احسانن جو بدلو ادا نٿو ٿي سگهي. جيڪڏهن اسان پنهنجي والدين لاءِ پنهنجي جان بہ گهوريون تہ بہ انهن جيڪا اسانجي ڄمڻ کان اڳ ۾ ۽ اسان جي ڄمڻ کان پوءِ جيڪي تڪليفون ۽ ڏکيا وقت گذاريا آهن انهن تڪليفن مان هڪ تڪليف جو بہ حق ادا نٿا ڪري سگهون.

هڪڙو نوجوان صالح شخص ماءُ جو فرمانبردار خدمتگار هو، هنجي ماءُ جيڪا عمر رسيده هئي بيمار ٿي، رات جو ڪنهن وقت هن کان پاڻي گهريو، هن گلاس پاڻي جو ڀري آندو، تيسين سندس ماءُ ننڊ ۾ سُمهي رهي، هي گلاس هٿ ۾ جهلي بيهي رهيو.

سجاڳ ٿئي تہ پاڻي ڏيانس، تانجو، ڪنهن وقت وري چيائين "پاڻي"، چيائين جيجل اَمان اجهو پاڻي پيءُ. وري سمهي رهي بار بار پاڻي گهري ۽ موٽي سمهي رهي ٿي، تانجو صبح ٿي ويو هجي سڄي رات پاڻي جهليو پيرن ڀر بيٺو رهيو. دل ۾ خيال آيس تہ اڄ مون پنهنجي ماءُ جي خدمت حق بجاء آوري ڪئي. هَاتِف آواز ڪيس، خبردار! اُها رات ياد ڪر جڏهن تون ننڍو ماء جي هنج ۾ هوئين، سياري جي رات هجي مينهن پيو وسي ۽ توهان جي گهر جو ڇڪو پيو ٽمي مينهن جا ٽيپا سڄي پڪي مان پيا ٽپڪن ماءُ توکي پنهنجي هنج ۾ جهلي سڄي رات تنهنجي مٿان اونڌي ٿي پئي هئي تہ توتي پاڻي جو ٽپڪو نہ پوي، تون سڄي عمر سنديس خدمت ڪرئين تہ انهيءَ رات جو حق ادا نٿو ڪري سگهين.

ان لاءِ اسانکي گهرجي تہ انهن جي خدمت ڪرڻ سان گڏوگڏ اسان بارگاهِ الاهي ۾ پنهنجا هٿ کڻِي، انهن لاءِ رحمت ۽ فضل جي طلب ڪريون ۽ عرض ڪجي تہ اي منهنجا رب جيڪي مون انهن جون (ڪجھ) خدمتون(تنهنجي ڏنل توفيق سان) ڪيون آهن، اهي منهنجي والدين جي احسانن جي جزا ڪڏهن بہ نٿي ٿي سگهي. پر تون ئي انهن تي احسان ڪري ۽ انهن کي پنهنجي طرفان انهن جو بدلو عطا فرماءِ.

مٿين آيت سڳوريءَ مان اها ڳالھ واضح ۽ ثابت ٿئي ٿي تہ رحمت ۽ مغرت جي دعا گهري سگهجي ٿي ۽ کين ان سان فائدو بہ پهچي ٿو، جنهن کي ايصالِ

ثواب جي دُعا بہ چيو ويندو آهي جيڪا حقيقت ۾ رحمت ۽ مغفرت جي دُعا هوندي آهي.

هڪ ڀيري ڪنهن صحابي سڳوري نبي پاڪ کان ۽ پڇيو تہ ڇا والدين سان سندن وفات کان پوءِ بہ ڀلائي ڪري سگهجي ٿي؟ پاڻ ڪريم ﷺ جن ان ڪي جواب ۾ فرمايو تہ ها، (ان جو طريقو هي آهي تہ) انهن لاءِ دعاگو ٿجي ۽ انهن لاءِ بخشش جي دعا طلب ڪجي ۽ والدين جي ڪيل وعدن کي پورو ڪجي ۽ سندن دوستن مائٽن سان رشتو ڳنڍيل رکجي ۽ سٺي سلوڪ ڪجي.

ها جيڪڏهن ڪنهن مسلمان جا والدين ڪافر هجن تہ اولاد کي گهرجي تہ والدين لاءِ ايمان جي دُعا گهري تہ اهو ئي انهن جي حق ۾ رحمت آهي ۽ ڀلائيءَ جو ذريعو آهي.

جيئن تہ ماءُ ۽ پيءُ ٻئي گڏجي سڄي اولاد کي پالينداءِ نپائيندا آهن، پيءُ جيڪڏهن تتيءَ اس ۾ ڪشالا ڪاٽي مال ڪمائي سندس ضرورتون پوريون پيو ڪري تہ ٻئي پاسي سندس ماءُ وري سخت گرميءَ ۾ بہ رڌڻي اندر پاڻ جلاءِ پگهر هاري ٿي ٻچن لاءِ ماني ٽڪيءَ جو بندو بست ڪندي آهي.

حديثن ۾ ٻنهي جو مرتبو بيان ٿيل آهي، جڏهن هڪ ڀيري پاڻ سڳورن والد جي رضامندي کي ربّ جي رضامندي ۽ سندس ناراضگيءَ کي رب جي ناراضگيءَ سان تشبيه ڏئي والد جي اهميت ٻڌائي آهي.

هڪ ٻي حديث ۾ وري ٻنهي جو شان ۽ مرتبو ٻڌائيندي فرمايو ويو آهي تہ وڏيڪ سٺي سلوڪ جي حق دار ماءُ، ماءُ ۽ ماءُ آهي پوءِ چوٿين نمبر تي سٺي سلوڪ جي حق دار والد آهي.

هي بہ ياد رکڻ گهرجي تہ والدين کي جيڪڏهن اسان جي ضرورت هجي تہ سندن لاءِ جهاد کي بہ ڇڏي سگهجي ٿو. هڪ ڀيري هڪ صحابي سڳورو جهاد ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ نبي پاڪ ﷺ جن سان مشورو ڪرڻ لاءِ حاضر ٿيو، پاڻ سڳورن پڇيس تہ تو کي ماءُ آهي؟ چيائين هاؤ، پاڻ سڳورن ﷺ جن فرمايس تہ وڃ وڃي ان جي خدمت ڪر، تن جي پيرن هيٺان جنت آهي.

ياد رکڻ گهرجي تہ والدين جي نافرماني ڪرڻ حرام ڪمن مان هڪ آهي، ان کان جيترو ٿي سگهي بچڻ گهرجي. نبي پاڪ ﷺ جن فرمايو آهي تہ بيشڪ

الله پاڪ توهان تي ماءُ جي نافرماني حرام ڪري ڇڏي آهي، ۽ نياڻين کي جيئري دفنائڻ به، ساڳي طرح اهو به حرام ڪيو آهي ته توهان خير خيرات ڏيڻ کان هٿ روڪيو ۽ وٺڻ لاءِ هٿ ٽنگيو، ۽ گهڻا سوال ڪرڻ کان به منع ڪيو آهي ۽ مال کي وڃائڻ کان به منع ڪيو آهي.

جيڪو ماڻهو پنهنجي محسن سان سٺو سلوڪ نه ڪري ته اهو واقعي ڪنهن سزا جو حق دار آهي، ۽ جيڪڏهن پالائي ڪندڙ والدين هجن، جن ڪيس گوشت جي ٽڪڙي مان پالي وڏو ڪيو هجي ۽ پوءِ به هو انهن سان سٺو سلوڪ نه ٿو ڪري ته ڇا اهو جنت ۾ ٿيندو؟ نه بلڪل نه، ڇو ته حديث پاڪ ۾ آهي ته احسان جتائيندڙ، والدين جو نافرمان ۽ شراب پيئندڙ جنت ۾ داخل نه ٿيندا.

حديث شريف ۾ والدين کي انسان جي جنت ۽ جهنم ڪوٺيو ويو آهي، يعني جيڪڏهن سندن خدمت ۽ سٺ سلوڪ ڪندا ته جنت جا حق ٿيندا ۽ جيڪڏهن انهن سان برو پلو هلندا ته جهنم حوالي ڪيا ويندا.

حديث پاڪ ۾ والدين سان پالائيءَ جا ڪيترائي طريقا ۽ انهن جي جزا ۽ انعام بيان ٿيل آهن، جن مان هي به آهي ته جنهن ٻار پنهنجي امڙ ابي مان ڪنهن هڪ ڏانهن به رحمت ڀري نظر سان نهاريو ته ان لاءِ مقبول حج جو ثواب ماڻيندو. پڇيو ويو ته توڙي جو هو ڏينهن ۾ سؤ ڀيرا ڏسي؟ پاڻ سڳورن فرمايو: ها، الله وڏو ۽ پاڪ آهي(اهو هن کي هر رحمت ڀري نظر تي بدلو عطا ڪندس). هڪ حديث شريف ۾ هيئن به آهي ته: والدين جو فرمانبردار جهنمي نه ٿيندو ۽ والدين جو نافرمان وري ڪيترا به ڀلا عمل ڪري ان تي عذاب ڪيو ويندو.

پاڻ ڪريم ﷺ جن فرمايو: والدين جي نافرمانيءَ کان بچو ڇو ته جنت جي خوشبوءِ هزار سالن جي وات تائين ايندي آهي ۽ (والدين جو) نافرمان اها خوشبوءِ به نه سنگهي سگهندو.

ڇا ڪو ٻار پنهنجي پيءُ ماءُ کي به گاريون ڏيندو آهي؟

والدين جي خدمت ته نهيو پر اسان ۾ اهڙا به ماڻهو آهن جيڪي پنهنجي والدين کي گاريون به ڏيندا آهن ۽ انهن تي هٿ به کڻندا آهن جيڪو تمام برو آهي. اهو ڪم ڪڏهن ته ڄاڻي واڻي پنهنجي زبان سان ڪندا آهيون ۽ ڪڏهن وري اسان اڻ ڄاڻائيءَ ۾ پنهنجي والدين تي لعنت وجهرائيندا آهيون يا وري انهن کي گاريون

ڪارائيندا آهيون. ها جڏهن اسان ڪنهن ٻئي شخص ڪي يا سندس والدين ڪي گار گند يا لعنت وغيره ڪندا آهيون ته هو بدلي ۾ اسان جي والدين ڪي برو ڀلا ڳالهائيندو آهي جنهن جي اسان ڪي ڄاڻ به نه پوندي آهي. تنهن ڪري اسان ڪي گهرجي ته اسان پنهنجي والدين جي عزت لاءِ هڪ ديوار بڻجون ۽ ڪوشش ڪريون ته ڪين نه پنهنجي زبان سان برو چئون ۽ نه وري ٻين جي زبان ڪي مجبور ڪيون جو اهي اسان جي والدين ڪي برو چون.

اهو قصو حديث پاڪ ۾ به آيو آهي پاڻ سڳورن فرمايو ته: وڏن گناهن مان هڪ وڏو گناهه هي آهي ته ماڻهو پنهنجي والدين ڪي گار ڏئي، (اصحابن سڳورن) عرض ڪيائون: يارسول الله ﷺ ماڻهو پنهنجي ماءُ پيءُ تي لعنت (گار گند) ڪيئن ڪندو؟ پاڻ سڳورن ﷺ جن فرمايو ته ڪو شخص ڪنهن ٻئي جي پيءُ ڪي گار ڏئي ٿو ته اهو شخص (ان جي بدلي ۾) ان جي پيءُ ڪي گار ڏئي ٿو، ۽ ڪو شخص ٻئي جي ماءُ ڪي گار ڏئي ٿو ته (پوءِ جواب ۾) اهو شخص به ان جي ماءُ ڪي گار ڏئي ٿو.

ساڳيءَ ريت ٻئي ڪنهن جي ماءُ، پيءُ، ڀيڻ وغيره لاءِ گندا الفاظ استعمال ڪرڻ ڇڏڪ پنهنجي والدين ۽ پنهنجي اهل عيال لاءِ ئي استعمال ڪرڻ آهي) تنهنڪري اسانکي گهرجي ته نبي ڪريم ﷺ جن جي ان فرمان تي عمل ڪريون ۽ ڪوشش ڪريون ڪنهن جي والدين ڀيڻ ڀاءُ لاءِ گار گند وارا الفاظ استعمال نه ڪريون .

الله تعالىٰ کان دعا آهي ته اسان کي والدين جي فرمانبرداري، عزت، احترام ۽ انهن جا حق ادا ڪرڻ جي توفيق عطا فرمائي. آمين.

وَصَلَّي اللهُ تَعَالىٰ عَلىٰ خَيۡرِ خَلۡقِهِ وَنُوۡرِعَرۡشِهٖ مُحَمَّدٍ وَّآلِهٖ وَاَصۡحَابِهٖ اَجۡمَعِيۡنَ. آمِيۡن
(لَااِلٰهَ اِلَّا اللهُ مُحَمَّدٌ رَّسُوۡلُ اللهِ صَلي اللهُ عَلَيۡهِ وَسَلَّمۡ)

تمت بالخير بحمدالله